# قرآن حڪيم سياسي حڪمراني جي تعليم جو ڪتاب آهي (4-108)

(عزيزالله پوهيو)

حج ۽ عمرو سچي دنيا ۾ ڪٿي به ڪري سگهجي ٿو. ابراهيم عليه السلام ۽ محمد عليه السلام ۽ قرآن وارو شهر مڪو 133 هجري ۾ عباسي انقلاب آڻڻ وارن ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو هئو. موجوده سعودي حڪومت وارو نقلي ۽ جعلي مڪو عباسي حڪومت وارن اصلي مڪي کان تيرهن سؤ ڪلوميٽر پري ٺهرايو آهي.

اصلي قرآن وارو مڪو اڄ ڪلهه ملڪ اردن ۾ پيٽرا جبل نالي آثار قديمه وارن جي حوالي ڪيل آهي.

حج ۽ عمرو پنهنجي قرآن واري معنى مطابق حڪومتي ڪاتن جو معاملو آهي جنهن جو ڪنهن به مذهب ۽ ملڪ سان تعلق ناهي نه ئي ورِي شهر مڪي يا ڪنهن ٻئي شهر سان ئي تعلق آهي. جيڪو انهيءَ معنى وارو حج ۽ عمرو هر قوم ۽ مذهب وارا پنهنجي پنهنجي ملڪن ۽ شهرن ۾ وقت به وقت ڪري رهيا آهن، تفصيل لاءِ هيٺيون مضمون پڙهندا.

لفظ حج ۽ عمرو قرآن حڪيم جا انتظامي اصطلاحي لفظ آهن. حج جي معنى آهي فردن قومن ۽ ملڪن جا اختلافي جهڳڙا ۽ معاملا نبيرڻ آهي. لفظ عمري جي معنى اصطلاح جي حوالي سان تعميراتي ۽ ترقياتي اسڪيمن جي متعلق گهربل ايجنڊاتي ميٽنگ ڪرڻ بحواله (9-30) انهن معنائن ڄاڻڻ ڪانپوءِ هر ڪو ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته اهي ڳالهيون، مسئلا ۽ معاملا هر ملڪ جا آهن جيڪي سڀ ڪي پنهنجن ملڪن ۾ حل ڪرڻا آهن. جيڪو حج ۽ عمرو بين الاقوامي ليول وارو شهر مڪي بدران اڄ ڪلهه نيويارڪ امريڪا ۾ مقرر ڪيل آهي. سعودي حڪومت ۾ نه قرآن وارو شهر مڪو آهي ۽ نه ئي اتي بين الاقوامي فيصلا ٿين ٿا.

قرآن حڪيم سچي دنيا جي داخلي ۽ اندروني ڪورٽن کي جيڪو حج سڏيو آهي ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت بقره جي آيت نمبر 198.

قرآن حڪيم گهڻو ذڪر بين الاقوامي حج ۽ عمري جي مسئلن جو بيان ڪيو آهي جنهن جو تفصيل منهنجي ڪتاب ”روح قرآن اقوام يورپ لے اڙيں“ ۾ پڙهندا.

قرآن حڪيم بين الاقوامي حج ۽ عمري جو تفصيل تمام گهڻو بيان فرمايو آهي ۽ انهنکي گڏ به بيان ڪيو آهي اهو هن ڪري ته رب تعالى چاهي ٿو ته دنيا جي ترقي بين الاقوامي امن سان ئي قائم ٿي سگهندي جنهن بنياد تي بين الاقوامي ترقياتي اسڪيمون عمل ۾ آڻڻ سوليون ٿي سگهنديون.

پر موجوده دور ۾ سڀن انسانن جي بدقسمتي هي آهي ته موجوده نيويارڪ وارو ادارو جيڪو ابراهيمي ۽ محمدي حج جي ڪاپي ڪندي ڪنهن فري ميسنري اسڪالر فارمولو ڏئي ٺهرايو هو اهو هاڻ دنيا ۾ امن ترقي ڏيارڻ بدران پاڻ بدامني جو ٻج ڇٽي ڪئپيٽلسٽ برادري وارن کان سواءِ غريب ملڪن خاص ڪري رنگدار قومن کي پاڻ ۾ ويڙهائي پنهنجي هٿيارن جو واپار ڪامياب ڪرڻ ٿو چاهي.

## قرآن واري مڪي جي مٽجي وڃڻ جي مختصر روئداد.

رب تعالى جملي انسان ذات جي هدايت لاءِ جيڪي به انبياء ڪرام موڪليا آهن انهن جي شروعات نوح عليه السلام کان ٿي آهي ۽ پڇاڙي جناب خاتم الانبياء عليه السلام تائين ٿي آهي (42-13). قرآن حڪيم ۾ جناب ابراهيم عليه اسلام جي نسل منجهان پيدا ٿيندڙ نبين جو ذڪر سواءِ هڪ ٻن جي نالن سان ڪيو ويو آهي جن جو تعداد اندازا چويهه ٻڌايو ويو آهي ۽ جناب ابراهيم عليه السلام کان جناب آخري نبي تائين جو عرصو ۽ ميعاد انداز اڍائي هزار سال ٻڌايو ويو آهي قرآن حڪيم جناب ابراهيم ۽ جناب خاتم الانبياء عليهما السلام جي نبوت ۽ رسالت کي سموري انسان ذات لاءِ بين الاقوامي عالمگير سڏيو آهي (158-7) (124-2) ۽ هونئن جاگرافي جي لحاظ سان جناب ذوالقرنين عليه السلام جناب سليمان عليه السلام جي بادشاهت به روء زمين تي مشتمل رهي آهي (35-38).
رب تعالى جناب ابراهيم عليه السلام جي نبوت ۽ رسالت جو هيڊڪواٽر مڪه ۽ بڪه نالي سان شهر ڏسيو آهي جيڪو هڪ سوٿيهه هجري ۾ عباسي حڪومت وارن مليا ميٽ ڪري ڊاهي پٽ ڪيو، جيڪو پنهنجي مٽجڻ ڪانپوءِ ان کي سندس نالي کان به بي نام ڪري گم ڪيو ويو آهي. قرآن حڪيم ۾ جناب سليمان عليه السلام جي بادشاهت جو ملڪ، بابل جي نالي سان ڏسيو ويو آهي (102-2) جيڪو به جناب سليمان عليه السلام جي وفات ڪانپوءِ ڪجهه عرصو پوءِ پنهنجي دارالحڪومت نينواسميت مڪي وانگر مسمار بي نام ڪيو ويو آهي. اهو صرف هن تعصب جي ڪري ته اهي شهر نبين جي دارالحڪومت سان قرآن ۾ متعارف ڪرايا ويا آهن ۽ ملڪ جي حوالي سان قرآن حڪيم ۾ ملڪ مصر جو نالو ٻڌايو ويو آهي ان ملڪ کي انبياء عليهم السلام جي ملڪن ۽ شهرن وانگر تاريخ جي دجال شاطر طاقتن چو ڪونه ڊاٿو چو مسمار ڪري انهن کي نبين جي شهرن وانگر بي نام نه ڪيو انهيءَ جو سبب هيءُ ٿو ثابت ٿئي ته مصر جو شهر ۽ ملڪ جاگيرداريت سرمايه داريت ۽ خانقاهيت جي فلاسفيءَ جو علم بردار هئو جن جي علامتي پيشوائن فرعون، قارون، ۽ هامان وارن جي شڪست کائڻ ۽ غرق ٿي وڃڻ کان پوءِ به انهن کي سلامت رکيو ويو ۽ پنهنجي فڪري ۽ نظرياتي اڳواڻن جي يادگار کي مٽجڻ نه ڏنو ويو. جڏهن ته بابل ۽ مڪو الله عزوجل جي ٽن رسولن ۽ نبين جا يادگار شهر هئا جنکي مٿين شيطاني طاقتن ڊاهي ملياميٽ ڪري ڇڏيو. آئون هي مضمون ابراهيمي ۽ محمدي قرآن حڪيم واري ٻڌايل اصلي شهر مڪي جي مسمار ڪرڻ ۽ گم ڪرڻ تي لکي رهيو آهيان. جنهن جي ٻڌل آثارن منجهان قرآن حڪيم جي مدد سان پڙهندڙن جي خدمت ۾ اهو اصل مڪو ڳولي پيش ڪيان ٿو (اصل ۾ سامراج جي اسڪيم مطابق آخري نبي جو شهر مڪو به گم ڪرڻ ايجنڊا تي هو پر اهو جيئن ته قرآن جي حوالي سان دائمي نبوت وارو شهر ڄاڻايل هو سو ان ڪري ان نالي تي انهن کي موجوده جعلي مڪو ٺاهڻو پيو) پر ان کان اڳ ۾ عالمي استعماري استحصالي مافيا وارن تي

مون جيڪو الزام لڳايو آهي ته هنن الله جي نبين ۽ رسولن جي حاڪميت ۽ بادشاهتن وارا شهر زمين جي گولي تي باقي رهڻ به برداشت نه ڪيا ۽ انهن کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيائون پر رب تعالى جيڪو جاگيرداريت جي علمبردار فرعون جي ديد بادي کي زماني وارن لاءِ عبرت حاصل ڪرڻ خاطر سلامت رکيو ته دنيا وارؤ ڏسو هي آهي اهو ماڻهو جيڪو اَنَا رَبُّكُمُ الۡاَعۡلٰى ﴿ۖ۲۴﴾(79-24) جو نعرو هڻندو هئو ۽ انسانن کي قومن کي غلام بڻائي انهن جي پورهيي ۽ محنت تي پنهنجا محل اڏيندو هئو. ۽ رب تعالى جيڪا انجي ديد بادي اڄ تائين اهرام مصر ۾ سلامت رکرائي ڇڏي آهي فرعون جي ان مميءَ کي سندس ڇهري جي پيشاني وٽ چمڙي خارشي نموني اکڙڻ لڳي ته عالمي آرڪيالاجي وارن کي تشويش ٿي ته هن جو علاج ٿيڻ گهرجي جنهن تي ملڪ فرانس جي شهر پيرس وارن چمڙي جي ماهر ڊاڪٽرن چيو ته انجو علاج اسان ڪري ته سگهون ٿا پر هن شرط تي ته فرعون جي لاش کي هٽ پيرس ۾ اسانجي ليبارٽريءَ ۾ آندو وڃي پوءِ ملڪ مصر جي انتظاميه وارن فرعون جي مميءَ کي پيرس موڪليو. ان وقت فرانس جو صدر. صدر ڊيگال هئو. سو ان سوچيو ته فرعون اسان جو فڪري ۽ نظرياتي پيشوا آهي ۽ هن پنهنجي دور ۾ علم وحي جي علمبردار موسى سان وڏو مقابلو ڪيو جنگين ۾ هار ۽ سوڀ ته ٿيندي رهندي آهي پر مئل فرعون به آهي ته اسانجو فڪري اڳواڻ سو ان حڪم ڏنو ته انجي ديد باديءَ کي پيرس جي هوائي اڏي تي لهڻ مهل ايڪيهه توپن جي سلامي ڏني وڃي. جيڪا اها پريڊ جيئرن بادشاهن جي اعزاز ۾ ڏني ويندي آهي. سو ڊيگال جي حڪم مطابق انتي عمل ڪيو ويو. بهرحال بابل ۽ اصلي قرآن وارو مڪو جيڪي عراق جي ويجهو محبط وحي انبياء عليهم السلام جي سرزمين قديم فلسطين جو مرڪز رهيا آهن اڃو ته ان اصلي مڪي جي قرآن حڪيم کان جاءِ وقوع وارو هنڌ ۽ ماڳ پڇي معلوم ڪيون. ته جواب ۾ قرآن حڪيم انجي جاگرافي هن طرح بيان فرمائي ٿو ته وَ التِّيۡنِ وَ الزَّيۡتُوۡنِ ۙ﴿۱﴾وَ طُوۡرِ سِيۡنِيۡنَ ۙ﴿۲﴾وَ ہٰذَا الۡبَلَدِ الۡاَمِيۡنِ ۙ﴿۳﴾ (3 کان 1-95) انجيرن جا باغ شاهدي ڏين ٿا زيتونن جا باغ شاهدي ڏين ٿا ۽ سلسلي طور جي پهاڙين جي جاگرافي به شاهدي ڏئي ٿي ته اها هيءَ آهي (ابراهيم جي قائم ڪيل امن ڏيڻ واري عدالت ۽ بيت الحرام وارو شهر مڪو- ڪيترائي لڪير جا فقير ماڻهو چوندا آهن ته هنن آيتن ۾ حرف واو سان ته رب تعالى انجيرن زيتونن ۽ طور جي پهاڙين جو قسم پيو کڻي. اهڙن اڌ پڙهيل دانشورن کي الائي ڇو خبر نئي ڪانهي ته قسم، ڳالهه ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ به شاهدي ڏيڻ مهل کنيو ۽ ڏنو ويندو آهي سو اهڙن مهربان دانشورن کي علم نحو ورائي ورائي پڙهڻ گهرجي پر جيڪڏهن قرآن دشمن ۽ اسلام دشمن (اتحاد ثلاثه يهود مجوس ۽ نصارى) مافيا وارن اصلي شهر مڪي کي ڊاهڻ وقت ان جي آس پاس جي باغن کي پاڙان پٽي انهن کي سدائين لاءِ برپٽ ڪري ڇڏيو جن باغن جي ميون لاءِ هر باغ پوکيندڙ باغ مالڪ وانگر جناب ابراهيم عليه السلام به آس ڪئي هئي ۽ دعا گهري هئي تهوَ اِذۡ قَالَ اِبۡرٰہٖمُ رَبِّ اجۡعَلۡ ہٰذَا بَلَدًا اٰمِنًا وَّ ارۡزُقۡ اَہۡلَہٗ مِنَ الثَّمَرٰتِ مَنۡ اٰمَنَ مِنۡہُمۡ بِاللّٰہِ وَ الۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ ؕ قَالَ وَ مَنۡ كَفَرَ فَاُمَتِّعُہٗ قَلِيۡلًا ثُمَّ اَضۡطَرُّہٗۤ اِلٰى عَذَابِ النَّارِ ؕ وَ بِئۡسَ الۡمَصِيۡرُ ﴿۱۲۶﴾ (2-126) يعني اي رب منهنجا هن شهر کي امن ڏيڻ وارو بناءِ ۽

شهر وارن کي رزق عطا ڪر ميون منجهان جن به ايمان آندو هجي انهن مان الله ۽ پڇاڙي واري ڏينهن تي، اصلي شهر مڪي کي سڃاڻ لاءِ انجي آس پاس ۾ باغن ۽ ميون سان گڏ قرآن حڪيم ۾ به هڪ اڻ مٽ جاگرافيڪل نشاني ٻڌائي ۽ اها به جناب ابراهيم عليه السلام جي زباني شاهدي سان ته. رَبَّنَآ اِنِّيْٓ اَسْكَنْتُ مِنْ ذُرِّيَّتِيْ بِوَادٍ غَيْرِ ذِيْ زَرْعٍ عِنْدَ بَيْتِكَ الْمُحَرَّمِ ۙ رَبَّنَا لِيُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ فَاجْعَلْ اَفْئِدَةً مِّنَ النَّاسِ تَهْوِيْٓ اِلَيْهِمْ وَارْزُقْهُمْ مِّنَ الثَّمَرٰتِ لَعَلَّهُمْ يَشْكُرُوْنَ (٣٧) (14-37)(خلاصو) يعني اي رب اسانجا پڪ سان رهايو آهي مون پنهنجي اولاد منجهان ڪن کي اهڙي واديءَ ۾ جيڪا پوک جي مقصد واري ناهي ۽ اها جيڪا تنهنجي مان واري عدالت محترم وٽ آهي، اي رب منهنجا انهن کي اتي انڪري رهايو آهي ته اهي قائم ڪن تنهنجي عدالت وارين ڏنل ڊيوٽين کي پوءِ ڪرتون ماڻهن جي دلين کي جيڪي لاڙو ڪن انهن جي (تحريڪ) جي طرف ۽ رزق ڏي تون انهنکي ميون منجهان تا ته هو انکي خلق خدا جي لاءِ به کولي رکن. غور ڪيو وڃي ته هن آيت ڪريمه ۾ به رب تعالى ابراهيم عليه السلام جي هتي رهايل پنهنجي اهل وارن کي رزق طور ثمرات ڏيڻ ۽ ڪارائڻ لاءِ دعا گهري آهي. بهرحال شهر مڪي کي بطور جاگرافيڪل نشان جي سڃاڻڻ لاءِ جيڪا وادي پوک نه ڏيڻ واريءَ جي رب تعالى ڳالهه ڪئي آهي ان جي جاءِ وقوع يعني ماڳ ۽ هنڌ جي دريافت علم آرڪيالاجيءَ وارن ماهرن عرب ملڪ اردن ۾ ڳولي هٿ ڪري ڏني آهي. جنهن جي سڃاڻڻ جي وڏي نشاني قرآن حڪيم هن آيت (14-77) ۾ واديءَ غير ذي زرع ٻڌائي آهي. آرڪيالاجسٽن ان واديءَ ڏي ڌيان ڇڪائڻ طرف گهٽو زور ڪونه ڏنو آهي پر جبل پيٽرا جي ٻن حصن جي وچ واري اها وادي جيڪا پوڪراهيءَ جي ڪم جي ناهي بلڪ فوٽو ۾ هڪڙي لنگهه ۽ برساتي وهڪري جهڙي ڪم جي نظر اچي ٿي تڏهن به اها قرآن واري اصلي شهر مڪي جي سڃاڻڻ ۾ وڏي مدد ڪري ٿي جنهن کي هڪ سؤ ٽيٽيهه هجري ۾ خلفاء قريش کي عباسي حڪومت شڪست ڏيڻ کانپوءِ فاتح حڪومت وارن انکي ڊاهي ميدان ڪيو ۽ نه ڇڏيائون اتي عمارت مسجد الحرام ڪعبت الله جي ۽ نه ڇڏيائون جناب رسول عليه السلام جي اصلي ۽ سچي قبر مبارڪ جي ڪابه نشاني بحواله (85-28) ۽ (58-28) قرآن حڪيم مٿي ڄاڻايل رزق لاءِ ثمرات جو لفظ استعمال فرمايو آهي جنهن جي معنى ۾ وڏي ڪشادگي آهي. قرآن حڪيم جناب ابراهيم عليه السلام ۽ جناب خاتم الانبياء عليه السلام واري اصلي شهر مڪي جي تعارف ۾ رزقجي حوالي سان اتي موجود ٽن شين جو ذڪر ڪيو آهي هڪ انجير ٻيو زيتون ٽيون تلائن جي مڇي بحواله (3 کان 1-95) (96-5) سو گهٽ ۾ گهٽ اهي ٽيئي شيون عباسي خليفن جي فتح کان پوءِ نهرايل موجوده جعلي ۽ نقلي مڪي ۾ ڪو نه آهن. ڄاڻڻ گهرجي ته جنهن علائقي ۾ مڇي جا تلاءَ هوندا ۽ انجيرن ۽ زيتونن جا باغ هوندا ته پڪ سان اتي پاڻي به هوندو پوءِ ڪجيون ۽ انگور ۽ ٻيون زراعتي پوکون هجڻ به لازم آهن جن جي پيدا وار سان واپار ذريعي دنيا جي دستور مطابق جنسن جي مٽا سٽا قرآن حڪيم جي ڏس مطابق اَوَ لَمْ نُمَكِّنْ لَّهُمْ حَرَمًا اٰمِنًا يُّجْبٰٓى اِلَيْهِ ثَمَرٰتُ كُلِّ شَيْءٍ رِّزْقًا مِّنْ لَّدُنَّا وَ لٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ (٥٧) (28-57) (خلاصه) توهان کي قرآن تي ايمان آڻڻ کانپوءِ ماڻهو چوڻي

ڪيندا هاڻ ته توهان کي مڪي ۾ تمڪن ۽ اقتدار ڏيڻ کانپوءِ تجارتي اصولن مطابق مال جي بدلي مال جي اصول تي فلسطين جي ٻين پاڙي وارن ملڪن جا پيا به کوڙ ڦل فروٺ بطور رزق جي ايندا رهندا، هن آيت ڪريمه کانپوءِ واري آيت ۾ رب تعالى في الفور دنيا جي هڪڙي دستور طرف به متوجه ڪري ٿو جنهن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻڌائيءَ هن طرح ٻڌايو آهي ته تون وسندڙ شهر ويران ڪرين ۽ وسائين واهڻ. آيت هي آهي ته وَ كَمۡ اَہۡلَكۡنَا مِنۡ قَرۡيَۃٍۭ بَطِرَتۡ مَعِيۡشَتَہَا ۚ فَتِلۡكَ مَسٰكِنُہُمۡ لَمۡ تُسۡكَنۡ مِّنۡۢ بَعۡدِہِمۡ اِلَّا قَلِيۡلًا ؕ وَ كُنَّا نَحۡنُ الۡوٰرِثِيۡنَ (۵۸) (28-58) (خلاصه) ڪيترين ئي آبادين کي اسان هلاڪ ڪري ڇڏيو جيڪي ٽرڙپائي ڪندا هئا پنهنجي معاشي خوشحالين جي بنياد تي پوءِ اهي اٿئي انهن جون محل ماڙيون جو انهن کان پوءِ ايترو ته ويران ٿي ويا جو اتي ڪوئي ايڪڙٻيڪڙ ماڻهو وڃي ڪو رهيو هجي بهرحال اها ماجرا الله جي اولوالعزم نبين ابراهيم اسماعيل محمد عليهم السلام جي آباد ڪيل شهر مڪي سان به ٿي. جيڪا انتقام جي باه ۾ مڪو شهر ته ڀاڻائون پر ان ۾ ابراهيم ۽ انجي اولاد محمد عليه السلام جن جون قبرون به ڀاڻائون ۽ عالمي عدالت مسجد الحرام خانه ڪعبي کي به ڀاڻائون پر دنيا وارا سمجهي ڇڏين ته رب تعالى کي شهرن ۽ انهن جي عمارتن ۽ ديوارن جي ڪابه پرواهه ناهي ۽ نڪي انبياءَ عليهم السلام جي قبرن بابت ئي قرآن ۾ انهن جو ڪنهن به هنڌ ڪو ذڪر ڪيو ويو آهي ته انهن جي حفاظت توهانجي مٿان فرض ڪئي ٿي وڃي. رب تعالى وٽ اهميت صرف ۽ صرف سندس وحي ڪيل علم هدايت قرآن جي آهي جنهن سان انسان سڌري هلن ۽ معاشرن ۾ پنهنجي پيٽ بڪايل ماڻهن جي سارلهن اگهاڙن کي ڍڪائن ۽ پوئتي پيل اپرن جي سارلهن ڪنهن به نالي واري شخصيت جي ڄمڻ جي ماڳ، رهائش واري گهر، وفات کان پوءِ واري قبر ۽ مزار جي اهميت جو ذڪر سموري قرآن ۾ ڪنهن به هنڌ ڪونه ڪيو ويو آهي انهيءَ ڳالهه منجهان ثابت ٿيو ته رب تعالى وٽ اهميت قبرن بدران صرف اصلاحي تعليم نظرين ۽ فڪرن جي آهي اهڙي طرح ڪنهن نبي يا ٻي شخصيت جي اولاد هجڻ جي به ڪا اهميت ناهي جيتري تائين انهن منجهان ڪو نبي نه هجي. سو به جناب محمد عليه السلام کانپوءِ اهو سلسلو بند ڪيل آهي.

## حج ۽ عمرو

حج جي معنى آهي ملڪ جا عدالتي فيصلا (2-189) ۽ عمري جي معنى آهي تعميراتي اسڪيمن لاءِ ميٽنگون سموري قرآن ۾ حج ۽ عمري جي حوالي سان ڪنهن به مقبري شهر جو نالو ڪونه لکيو ويو آهي اهو هن ڪري جو حج ۽ عمرو حڪومتي ڪم آهي جيڪي يونين ڪائونسل جي ليول کانوٺي تعلقا ضلعا صوبا ملڪ جا مرڪزي ماڳ بلڪ دنيا جي سڀن ملڪن جي گڏيل بين الاقوامي عدالت (اقوام متحده) اهي سڀ معنى جي لحاظ سان حج ۽ عمرن جا ماڳ آهن قرآن حڪيم ۾ لفظ مسجد الحرام جي معنى آهي ''عدالت محترم'' هي جدا ڳالهه آهي ته نزول قرآن جي زماني ۾ بين الاقوامي عدالت شهر مڪي ۾ واقع هئي جنهن جي اها حيثيت عباسي خلافت قائم ٿيڻ کانپوءِ ختم ڪئي وئي ۽ سموري دنيا ۾ بين الاقوامي حج جو ادارو تيرهن سو نو سال قائم نه ٿي سگهيو جنهن کي امريڪا برطانيه ۽ روس جي

حڪمرانن ٿين عالمي جنگ ڪان بچڻ لاءِ يا مختلف ملڪن جي جهڳڙن نبيرڻ لاءِ جناب ابراهيم ۽ محمد عليه السلام واري بين القوامي مڪي واري عدالت قائم ڪرڻ جي صلاح سوچي. جيڪا انهن اڳواٽن کي فري ميسن جي هڪڙي دانشور سمجهائي جيڪا اها به ان وقت جڏهن ليگ آف نيشنز جو فارمولو ناڪام ثابت ٿيو.

عالمي سامراج جي دانشورن جي هي عادت رهي آهي ته دنيا جي اندر علم وحي جي رهنمائيءَ ۾ انبياءِ عليهم السلام جي ترقياتي فارمولن کي نبين جي نالن سان قبول نه ڪندا آهن جيئن انهن ابراهيم عليه السلام جي وحي وارن قانونن کي حمورابي بادشاهه جي کاتي ۾ مشهور ڪري ڇڏيو ۽ اهرام مصر جي سائنسي عمارتي يادگارن جي فارمولن کي جيڪي جناب سليمان عليه السلام جي ترقياتي تعليم جا شاهڪار آهن بحواله (14-34) انهنکي نامعلوم ماهرن جي کاتي ۾ وجهي ڇڏيائون خلاصه ڪلام ته حج ۽ عمرو حڪومتي ادارن جون اصطلاحون آهن جيڪي معنوي لحاظ سان دنيا جي ڪافر، مسلم سڀن ملڪن ۽ قومن ۾ ٿينديون رهن ٿيون انهن جو مڪي مديني يا اسلام جي نالي وارين موجوده رسمن سان ڪوبه تعلق ناهي. ڇو ته عدالتون ۽ ميٽنگون هر قومي رياست ۽ ملڪ جي ضرورت آهي.